# الوداعي گيت




شيخ اياز

## شيخ اياز

# الوداعي گيت

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ چوونجاهه

چپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — سهيل پرنٽنگ پريس، ڪراچي.

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ — لغاري اين لغاري ڪارپوريشن،
ڪلهوڙا ڪالوني، حيدرآباد، سنڌ.

ٽائيٽل ڪيليگرافي — طارق گل پيو

پهريون ايڊيشن — ڊسمبر 1991ع

ٻيو ايڊيشن — جون 1998ع

قيمت -/60 رپيا



ALWADAEE GEET (Poetry) Written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition December 1991. Second Edition June 1998. Price per Copy Rs. 60/-
Book No. 154

# انتساب

## پروفيسر ارجن 'شاد'

جي سرڳ واسي ماءُ جي نالي

جيڪا مون کي پُٽَ وانگر پيائيندي هئي.

-شيخ اياز

# مهاڳ

## الوداعي گيت

منهنجي ڪيسٽ پليئر تي سائين مرنا جو ڪيسٽ هلي رهيو آهي جو مونکي ڪافي عرصو اڳ منهنجي مداح، نوجوان شاعر نصير مرزا ڀري ڏنو هو، جنهن لاءِ مان هُن جو ٿورائتو آهيان. اهو پنهنجيءَ پرسوز ڌُن ۾ ياد ڏياري رهيو آهي ته هتي سڀ ڪجهه ڪُڙ ڀنگُر آهي، جو نيٺ هتي ئي ڇڏي وڃڻو آهي. مان جڏهن اُهو اڳي سکر ۾ هلائيندو هوس، تڏهن مونکي بيماريءَ جو دهو پوندو هو ۽ مان ڏينهن رات لکندو رهندو هوس، ايتريءَ حد تائين جو هاءِ ڪورٽ ۾ جيستائين منهنجي ڪنهن ڪيس جو وارو ايندو هو، مان بينچ جي هيٺين حصي تي نوٽ بُڪ لڪائي شعر لکندو رهندو هوس. جڏهن منهنجو وارو ايندو هو ته مان نوٽ بڪ بند ڪري، ڪا ضمانت جي درخواست، ڪا سزا جي خلاف اپيل وغيره اُتي ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلائيندو هوس. ججن کي ڪڏهن به شڪ نه پيو هو ته مون واندي وقت ۾ ڪو شعر تي لکيو. نه وري ڀرسان ويٺل ڪنهن

وڪيل ڪي. هو سمجهندا ها ته هي ڪيس ۾ تقرير لاءِ نوٽ وٺي رهيو آهي. مان دعويٰ سان ٿو چوان ته مون نوي فيصد ڪان وڌيڪ فوجداري ڪيس کٽيا ها، جيڪا دعويٰ پاڪستان جا ٿورا وڪيل ڪري سگهندا. هڪ پيري سانده ٽي ڏينهن هڪ خون جي اپيل هلائي رهيو هوس ته بينچ تي هڪ مهاجر جج جسٽس تنزيل الرحمان، جو هن وقت سپريم ڪورٽ تي آهي، مون کي چيو ته ”خدا جو شڪر ڪر ته توکي هن عمر ۾ به ايتري طاقت ڏني اٿائين جو ٽي ڏينهن پيرن تي بيهي تقرير ڪئي اٿئي ۽ توکي ٿڪ نه ٿيو آهي.“ اُن ڏينهن تي اپيل تي فتويٰ روڪي وئي پر پوءِ فيصلو منهنجي حق ۾ ڏنو ويو. هُن کي اها خبر ڪانه هئي ته مان گذريل رات جي يارنهين بجي تائين ادبي ۽ سياسي رسالا ۽ بيا ڪتاب پڙهي پوءِ ستو هوس ۽ صبح جو مون ۳ بجي اُٿي نظم/ نثر لکندو رهيو هوس ۽ ان کان پوءِ تيار ٿي پوري انين بجي ڪورٽ پهچي ويو هوس ۽ جج به مون کان ڏهاڪو منٽ پوءِ ئي آيا ها.

اها صحت مون ننڍي هوندي شڪارپور ۾ ڪيئي ورزشون ڪري بيگاري واهه ۽ سنڌ واهه ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ترڻ ۽ ڪراچيءَ ۾ ميٺارام هاسٽل جي پرسان آکاڙي ۾ ورزشون ڪري ۽ اَسر ويل جو اٿي نيٽو جيٽيءَ وٽ سمنڊ ۾ ترڻ حاصل ڪئي هئي. ننڍي هوندي منهنجو آدرش ويڪ آنند به هوندو هو ۽ وير ساورڪر به هوندو هو جنهن کي جڏهن انگريز جهاز ۾ قيد ڪري انگلنڊ وٺي وڃي رهيا ها ته هو سُئيز ڪئنال ۾ ٽپو ڏئي پاڻيءَ ۾ ترڻ

ڪيرو جي ڪناري پهتو هو ۽ مصر مان نڪري نيٺ پئرس ويو هو جتي ١٨٥٧ع جي بلوي تي ڪتاب لکيو هيائين.

منهنجي اهڙي صحت ۴۵ ورهين جي عمر ڪان پوءِ جُهرندي رهي هئي. مونکي ياد آهي ته ١٩٦٣ع ۾ جڏهن مان هندستان ويو هوس ته ساري ڏينهن رات ۾ اٽڪل ٻه ڪلاڪ روز ننڊ ڪندو هوس. سئنيما هال ۾ جڏهن فلم هلندي هئي ته تڪ سبب مونکي اچانڪ ننڊ اچي ويندي هئي. اها صحت ورزش جاري نه رکڻ سبب ٽٽي پئي پر جڏهن مان وائيس چانسلر هوس ته مون نه رڳو گلن، ٻوٽن، ولين، وڻن ۾ دلچسپي ائين ورتي جيئن شڪارپور جي شاهي باغ ۾ هوندي هئي پر مان پڙهه جو ۽ شام جو ٽي چار ڪلاڪ بنگلي اندر ٽي پنڌ ڪندو هوس جو پنجن ڇهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ هو ۽ ڪڏهن ٻاهر نڪري ٻه گهمندو هوس ۽ واقفڪارن سان ملندو هوس.

١٩٨٠ع ۾ مون نوڪري ڇڏي سکر هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ ١٩٨٨ع تائين وڪالت ۾ بي انتها محنت ڪري ۽ راتين جون راتيون پڙهي لکي، منهنجي صحت چڱي نه رهي. منهنجا سڀ ٻار سکر کان ٻاهر هيا ۽ سکر ۾ فقط مان ۽ زرينا رهندا هياسين. علاج جي خاص سهوليت نه هئي، ڊاڪٽر پمفليٽ پڙهي ۽ ايجنٽن جون رنيل تقريرون ٻڌي، نيون دوائون مريضن تي آزمائيندا ها. منهنجو کاڌو زياده تر پروٽين وارو هو ۽ اُن ۾ ڪاربوهائيڊريٽ گهٽ ها. جا ڳالهه هاڻي ڊاڪٽر چڱيءَ طرح ٿا سمجهن ته نقصان واري آهي. ١٩٧٥ع تائين ته اسان

اندن ۾ پاڇين جي چميل گھ کي بہ ضرور سمجهندا هياسين پر هاڻي اُهي خراب ڪوليسٽرال جو وڏو ذخيرو سمجها وڃن ٿا. ايتريءَ بي خوابيءَ (نيپولين بہ روس ويندي گهوڙي تي چڱي اک لائي ونندو هو) ۽ محنت سبب منهنجي صحت جواب ڏئي بيٺي، پهريون دل جو دؤرو مون کي ١٩٨٠ع ۾ پيو پر مان ڪارڊيو وئسڪيولر انسٽي ٽيوٽ ۾ مهينو کن رهي نيڪ ٿي ويس. پوءِ مون هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت بہ شروع ڪئي ۽ شاعري بہ مون تي ساوڻ جي مينهن وانگر لٿي.

١٩٨٨ع جي شروعات ۾ سکر منجھ فساد ٿيا ۽ منهنجي چنگهہ بانهن ۾ بيحد سُر سُر ٿيڻ لڳي ۽ پيٽ جو سڄو پاسو پٿر ٿي ويو. باهر سنڌي-مهاجر فساد هيا ۽ منهنجو گهر اڪيلو مهاجرن جي پاڙي ۾ هو. منهنجو ڪار جو ڊرائيور ميل پنڌ تي پري رهندو هو سو اچي نہ ٿي سگهيو ڇو تہ رستي ۾ ماڻهو ماريا ٿي ويا، اعلان بہ ! ڪرفيو لڳل هو ۽ ملٽري بيٺي هئي. پاڙي جا ڊاڪٽر سڀ ڀڄي ويا ها. مون پنهنجي دوست فتاح ملڪ کي فون ڪري پنهنجي حالت ٻڌائي جنهن سول سرجن ۽ ڊپٽي ڪمشنر کي فون ڪري ڊاڪٽرن جي ٽيم موڪلائي پر اُهي فتاح ملڪ جي گهر وٽان ئي موٽي ويا ڇو تہ اڳتي ايترا فساد هيا جو هو فوج جي مدد ڪانسواءِ وڃي نہ ٿي سگهيا ۽ فوج جي مدد هنن کي ڪانہ هُئي. مون سمجهيو تہ اچي پُني آهي.

شيڪسپيئر چيو هو تہ "موت جي آمد ڪِني تي عاشق جي چونڊيءَ وانگر آهي. اُها ايذاءُ تہ ڏئي تي پر اُن جي

خواهش بہ ٿئي ٿي.“

مونکي موت جي خواهش تہ ڪانہ هئي، پر ان وقت مون سوچيو تہ هن پيري موت اٽل آهي ۽ اُنکان فرار جي راهہ نہ آهي. مرڻو اورنگزيب کي بہ هو ۽ سرمد کي بہ. پر سرمد جو موت بدرجها بهتر آهي. فريڊرڪ نٽشي چوندو هو تہ ”ماڻهو فخر سان جي نہ سگهي تہ بهتر آهي تہ فخر سان مري،“ ۽ مان اُن وقت فخر سان بہ نہ مري رهيو هوس.

مان هڪ پيري لاڙڪاڻي ڪيس هلائڻ ويو هوس. مون سان گڏ منهنجو دوست ستار مغل بہ هليو هو، جنهنکي پنهنجي باغ لاءِ زيتونن جون چڪيون وٺڻيون هيون. ڪيس هلائي اسان باغ ۾ وياسين، جتي زيتونن جا ڪيئي وڻ هيا ۽ چتون ڇهڇائي رهيا هيا.اوچتو هڪ ڏاڍو پڪل زيتون وڻ مان ڇڄي، ازخود اچي ڌرتيءَ تي ڪِريو.مون اهو هٿ ۾ کڻي، اُن کي ڏٺو. نهايت خوبصورت ٿي لڳو. مون اُن کي چاقوءَ سان ڪپي ڏٺو تہ اُن ۾ ڪيڙا بہ ڪونہ ها. ڪهڙو نہ خوشنصيب هو اِهو زيتون جنهن جي درخت تيستائين پرورش ڪئي هئي جيستائين هو رچي راس ٿي پاڻ ڇڄي ڪري پيو هو! موت بہ ائين اچي تہ ان کان وڌيڪ ڪهڙي خوشنصيبي ٿيندي! اُن وقت موت بہ ائين ضروري آهي جيئن هڪ ڏاڍي ٿڪل ماڻهوءَ لاءِ اِهوضروري آهي تہ هو ڪجهہ دير اک لائي وٺي. هاڻي تہ مونکي يقين ٿي چڪو آهي تہ موت هڪ گهيرٽ ۾ اک ٻوٽ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي.

پر الاجي ڇو ان وقت مونکي اِها ڳالهہ سوچي ڌيرج نہ

پئي آيو تہ مان رڳو پنهنجي ديس ۾ جيئندس ۽ رڳو اُتي جا ماڻهو مونکي وساري نہ سگهندا. يادگيرين ماضيءَ جون ڪيئي قبرون ڪوٺيون پر فقط هڏا ۽ ڪوپڙيون نظر آيون جن تي مٽيءَ جا تہ جميل ها. جڏهن نورجهان مرندي هوندي تڏهن هن ڪي اهي ڪبوتر ياد نہ آيا هوندا جي شهزادي سليم هن جي هٿ مان وٺي هوا ۾ اُڏائي ڇڏيا ها! انارڪلي لاهور ۾ هڪ پٽ ۾ پوريل آهي، جتي جلال الدين اڪبر هن کي جيئري پورايو هو. اِها پٽ مان تڏهن ڏٺي هئي جڏهن ڪيئي سال اڳ ميئو هاسپيٽل لاهور ۾ ماءُ ڪي ڪئنسر جي علاج لاءِ وٺي ويو هوس. اُن پٽ جي ويجهو قطب الدين ايبڪ جي مزار هئي، جنهن جي حڪم تي حسن نظامي نيشاپوريءَ تاج المآثر ڪتاب لکيو هو، جنهن ۾ ٻارنهن هزار سٽن مان پنج هزار نثر ۽ ست هزار شعر ۾ هيون. (وري بہ سنڌ کي نثر ۾ تاريخي مواد چڱو آهي). انهن ڏينهن ۾ مون زير زمين نورجهان جي قبر بہ ڏٺي هئي جنهن تي لکيل هو:

بر مزارِما غريبان ني چراغي ني گل،
ني پر پروانہ سوزد صدائي بلبلي

اهڙيءَ طرح غالب جا بہ شعر ياد اچي رهيا آهن:

يہ لاش بي ڪفن اسدِ خستہ جان ڪي هي،
حق مغفرت ڪري عجب آزاد مرد تها.

(هي بي ڪفن لاش ٿڪل اسد (غالب جو اصلي نالو اسد هو، جهن ڪي ڪڏهن تخلص ڪري ڪم آڻيندو هو) جو آهي. خدا بخشيس، عجب آزاد مڙس هو.)

گليوں مين ميري نعش کو کينچهي پهرو ک مين
جان دادهِ هوائي سرِ راهگذار تها.

(گهٽين ۾ منهنجي لاش کي گهليندا هلو ڇو ته مان رستي جي ڇيڙي تي جا هوا لڳندي آهي ان تي ساهه ڏيندو هوس.)

فاني بدايونيءَ جو به هڪ شعر آهي:

اک معمہ هي سمجهني کان نہ سمجهاني کا
زندگي کاهي کو هي، خواب هي ديواني کا.

(هڪ پرولي آهي، سمجهڻ جي نہ سمجهائڻ جي. زندگي ڇا لاءِ آهي، ڪنهن چرئي جو سپنو ٿي لڳي!)

هونءَ بہ مشرقي شاعريءَ ۾ غم سان محبت تمام گهٽي ۽ ڪک ڪندڙ آهي. دراصل زندگي خوشي آهي، ٽهڪ آهي، اونداهيءَ سرنگ مان نڪري روشنيءَ ۾ اچڻ جي اميد آهي. باهر ڏينا ئي ڏينا آهن، جن جي جوت ڪٿي نہ ٿي وسامي.

مون ان وقت بہ سوچيو هو تہ مون کي موت سان آخري دم تائين وڙهڻو آهي. اها تہ پڪ آهي تہ آخرين فتح هُنجي

۽ شڪست مُنهنجي آهي. پر مان اِهو قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوس تہ منهنجي ايلبا (Elba) اڇي وئي آهي ۽ جوزي فائن هميشہ لاءِ وڇڙي وئي آهي. (تاريخ ۾ بہ عورتون ٽيون آهن. ڪلوپيٽرا ۽ جوزي فائن، جي هر رات نيون هونديون هيون)

مون ۾ اِڇا شڪتي (Will Power) جي ڪمي نہ آهي ۽ انڪري مان چوندو هوس تہ مان مرندس بہ پنهنجي مرضيءَ تي- ريشمي بسترو وڇائي، ساري گهر ۾ شب برات وانگر بتيون ٻاري، رابيل جون ڪنڊيون پائي، پنهنجي زال کي ڪنوار وانگر سجائي، جئن هوءَ ائين لڳي جئن پرڻي رات هئي ۽ پوءِ سيني کي الوداع چوندس ۽ اکيون پوري اونده جي درياه ۾ ٽُٻي ڏيندس جيستائين ٻي ڪنڌيءَ تي پهچان.

ٻي جو موت مونکي ڏڪارو ڪندو آهي؛ پنهنجي موت جو سوچي مون کي صرف مرڪ ايندي آهي جا مونا ليزا جي مُرڪ وانگر پراسرار هوندي آهي. شاعريءَ جي امرتا مونکي گهٽو نہ اُتساهيندي آهي. ٺيڪ آ شاه لطيف کي ٻہ سؤ سال ٿيا مگر اڳي کان اڳرو آهي پر هن ڪائنات کي اربين سال ٿيا. دنيا ڪنهنکي بہ گهڻو ياد نہ ٿي رکي. بهترين عالم ۽ شاعر کي بہ نيٺ اها ڪڏ ڳڙڪائي وڃي ٿي جا ٻين کي ڳڙڪائي وڃي ٿي، جن جي اهميت ٻڙيءَ کان وڌيڪ نہ آهي، جي فقط روايت جا غلام آهن ۽ تقطيع ۽ مروج صنايع ۽ بدايع ۾ ائين جڪڙيل آهن، جيئن غلام زنجيرن ۾. اننت ۾ شنڪر آچاريہ وارو شؤنيہ آهي جو

ڪيئي روپ رنگ ونــي ٿــو ۽ شؤنيہ ۾ سمائجي وڃي ٿــو. مون قونيہ (ترڪي جو شهر) ۾ هني بـال جي قبـر ڏٺــي هئي، جنهن روم کي تباه ڪيو هو. ان تـائيـن پهچـڻ لاءِ چانڊوڪيءَ ۾ هڪ پهاڙيءَ تيَ ڪافي چڙهڻو پيو هو.هن جي قبـر تہ صحيح معنيٰ ۾ ڪانہ هئي، پٿـر جا وڏا ٽڪـرا رکيا ها، جن جي پرسان ڪُتبي تيَ لکيل هو: "هني بـال" - هني بال جنهن کي پنهنجي هر فوجيءَ جو نالو ياد هوندو هو. اُن وقت مون سوچيو هو تہ اِهي شخص جي تاريخ ۾ طوفان بڻجي آيـا هـا، جن قدآور درخت پـاڙؤن پٽــي ڦٽــي ڪيا ها، موت ڪانپوءِ ڪيترو نہ خاموش ها!

ساڳي ڪيفيت مون ڪيترو وقت پوءِ تاشقند ۾ تيمور لنگ جي قبـر تي ۽ لنڊن ۾ ويسٽ منسٽرائبي ۾ زيـر زمين شيڪسپيئر جي قبـر تي محسوس ڪئي هئي. موت جو خوف مون مان اهڙن واقعن بنہ ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ مونکي يقين آهي تہ مان هر درد، هر تڪليف صبـر سان سهي، پار اُسهندس؛ اهڙن سارن واقعن جو ذڪر مان پئي ڪنهن هنڌ ڪندس جن مون مان موت جو خوف بلڪل ڪڍي ڇڏيو آهي .في الحال مون کي هڪ واقعو ياد اچي رهيو آهي. مان گهڻو ڪري ابراهيم جوئي، غلام رباني، جمال ابڙو ۽ رشيد ڀٽيءَ سان سڃي سنڌ رُليو آهيان. ڪيئي سال اڳ اسان ٺٽي ۾ هڪ ٽڪريءَ تي هڪ ريسٽ هائوس ۾ لٿل هياسين (جنهن جو نالو ياد نٿو اچي) ۽ يوناني فلسفين وانگر ڊو ٽي ڪائي پي ڇهل قدميءَ لاءِ نڪتا هياسين. رات پٽائيءَ جي ڪنهن بيت وانگر تي

لڳي؛ آسمان ۾ پورو چنڊ هڪ ازلي مسافر جي ڳنڍڙي وانگر وڏي رهيو هو. اوچتو منهنجي پيرن اڳتان هڪ لُنڊي نڪري وئي. ربانيءَ کان رڙ نڪري وئي ۽ هن هڪ وڏي پٿر ۾ هڻ وڌو ته مون هن کي جهليو. ههڙيءَ رات ۾ ڪنهنکي ماري رات جي جادوبتيءَ کي ٽڙڪائي وڃڻ برابر آهي. مرڻو آهي ته هيءَ نه ته ٻي ڪا لنڊي ماريندي، ڇو ته هن ٽڪريءَ تي نانگ بي شمار آهن. ربانيءَ پٿر ڦٽي ڪري ڇڏيو ۽ اسان بنگلي ۾ موٽي وياسين. ڪراچيءَ ۾ مونکي پڪ هئي ته موت هن پيري به منهنجن پيرن اڳيان ائين نڪري ويندو، جيئن اڄ لُنڊي نانگ نڪري ويو هو.

سکر مان آنءُ ڪراچيءَ علاج لاءِ ويس جتي ڊاڪٽر منهنجي دل جي تپاس ڪندا رهيا. هنن انکي Angina پٺي پانيو پر علاج سان فرق رتي پر نه ٿيو. پوءِ مان سليم، زرينا ۽ منهنجي ڌوهٽي روماسا لنڊن وياسين ته من اُتي ڪو ڊاڪٽر علاج ڪري سگهن. روماسا کي مون انڪري ڪنيو، ڇو ته هوءَ منهنجين سيني ڌوهٽين کان وڏي آهي، ڏاڍي ذهين آهي ۽ منهنجي اثر هيٺ رهي آهي. مون سوچيو ته مسئلو Neurological آهي ۽ دماغ جي آپريشن ڪرائڻي پئي ته زرينا ۽ روماسا جي موجودگي مونکي نفسياتي سهارو ڏيندي. باقي مري ويل ۽ دنيا مان غير حاضر جي ياد ڪوئي سهارو نه هوندي آهي. جي ٻيو جنم به آهي ته اڳين جنم جا پيارا وسري وڃن ٿا. موت هڪ سخت جهٽڪو آهي، بجليءَ جي ڪرنٽ وانگر ۽ اهو جهٽڪو هر ڳالهه کي ويسر سان واري ٿو ڇڏي.

مون پنهنجي ماضيءَ کي ياد ڪيو جو وقت جي درياهه ۾ ڪنهن ساڌ ٻيلي يا زنده پير وانگر نه هو، نه ٻمبئيءَ ۾ سمنڊ جي پر تي حاجي عليءَ جي درگاهه وانگر هو، جو مان ويجهڙائيءَ ۾ ڏسي آيو آهيان. اها ٻي ڳالهه آهي ته قدرت مون کي هن اونداهي برصغير ۾ روشنيءَ جي مينار وانگر بڻايو آهي، پر موت جي اونهي عميق بحر مان ڪير موٽيو آهي، ۽ جي موٽيو به آهي ته اُن جنون اڪيون واريءَ سان ايترو پريل ۽ جهانورپل رهيون آهن جو هُن کي پٽ تي ڪجهه به نظر نه آيو آهي. مان لنڊن ڏانهن وينديءَ هوائي جهاز ۾ اهو سوچي مرڪي رهيو هوس ته ”مون تي ڏوائون اثر نه ڪنديون ته موت نيٺ ڊاڪٽرن کي به نه ڇڏينديون“ اها ڳالهه ڪنهن چئي هئي ۽ مون حافظي تي بار بار زور ڏنو ته نيٺ ياد آيو ته اهو شيڪسپيئر جو قول آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن جا ڊراما فرانسز بيڪن جهڙي ڪميڻي ۽ ضمير فروش انسان لکيا ها. اها يادگيري آئي ته وري منهنجي منهن تي مرڪ اچي وئي. اها مرڪ ڏسي پنڪي (روماسا کي اسان گهر ۾ پنڪي سڏيندا آهيون) پڇڻ لڳي، ”نانا ڇا تي ٿا مرڪو؟“ مون جواب ڏنو ته، ”ان تي ٿو مرڪان ته منهنجو ڪردار ته ٽيپوءَ ۽ تانتيا ٽوپي جهڙو هو، قدرت مونکي اسپتال ۾ ڇو ماري رهي آهي؟“

ان تي پنڪيءَ چيو ”اسپتال به ته جنگ جو ميدان آهي، اُتي به انسان موت سان ائين مقابلو ڪري سگهي ٿو جيئن ٽيپو ۽ تانتيا ٽوپي انگريزن سان ڪيو هو.“

”هائو ڏيءِ“ مون جواب ڏنو: ”هن پيري تہ آنءُ موت لاءِ پاڻيپٽ جي پهرين لڙائي ثابت ٿيندس.“

انگلنڊ ۾ ڪراموبل اسپتال ۾ علاج ڪرايم. دل جي تپاس تي اجايو خرچ ٿيو. هونءَ تہ هيٿرو ايئرپورٽ تي پليجي جي پوئلڳن جون بہ موٽرون ۽ هڪ موٽر منهنجي دوست مگسيءَ جي پهتي هئي جنهن کي ڪراچيءَ مان مون اڳواٽ فون ڪيو هيو، پر مون مگسيءَ کي گهٽي تڪليف نہ ڏني جيتوڻيڪ هو مون وٽ هڪو ٻيءَ ايندو هو ۽ بہ پيرا گهر ماني بہ کئي هيائين. مان انهن موٽرن مان ٻارن ۽ سامان سوڌو اسپتال پهتس پر پوءِ موٽرون ڇڏي مون ٽيوب ذريعي سفر ڪيو ۽ تڪڙو تڪڙو ڪيئي رستا ڪراس ڪيم، جنهن تي سليم چيو تہ ”بابا جي تو کي دل جي بيماري هجي ها تہ ايتري ڊڪ ڊوڙ ۽ پٽ ڪوهہ نہ ڪري سگهين ها ۽ شايد وري نہ اُتي سگهين ها. تو کي ذل جي بيماري ڪانهي. باقي دماغ جي چڪاس لاءِ مان ڊاڪٽر زلخا وٽ ويس، انهيءَ منهنجي دماغ جي Magnetic Scanning لاءِ ٦٠٠ پائونڊ ورتا. دراصل مون دماغ جي C.T Scanning ڪجهہ سال اڳ ڪرائي هئي ۽ هي Magnetic Scanning نئين ايجاد هئي. C.T Scanning ۽ Magnetic Scanning ۾ ساري ڳچي ڪنهن قبر جهڙي سوراخ ۾ ڪلاڪ ڏيڍ رکن ٿا ۽ پوءِ دماغ جا ڪيئي ايڪسري ڪڍن ٿا ۽ هٿ ۾ گهنٽي ڏئي چون ٿا تہ جي اوهان جو ساهہ منجهي يا ٻي ڪائي تڪليف ٿئي تہ اها هلائجو، ان وقت زنده درگور (جيئري قبر ۾ رهڻ) جي ڪيفيت محسوس

ٿئي ٿي. ماٺهوءَ ماٺهوءَ تي مدار آهي ته اها هن کيّ کيئن ٿي لڳي. مونکي ته اُها موت جهڙي پُراسرار خاموشي ناگوار نه لڳي. جڻ سمندر جي خالي ڪنٺي جهڙي ماٺ هئيّ؛ جڻ اونداهئ پک جي پوئين رات جهڙو اُجهندو هو، جو انت موٽ وانگر گهور انڌاري ۾ بدلجي ويندو.

C.T Scanning ۾ منهنجي دماغ ۾ ٻه Dead Cells نڪتا ها، جي ڪجھ سال اڳ مونکي اڌ رنگ جي بيماريءَ ۾ ٿيا ها جا هفتو ڪن هلي هئي ۽ تڏهن ٻـ مون ارادو ڪيو هوَ ته هن پيري مونکي مرڻو ناهي ڇو ته قدرت کي اڃان مون کان ڪم وٺڻو آهي. والٽيئر نيڪ چيو آهي ته: ”موت ٻن قسمن جا آهن:- پاڻ ٻي ڪنهن سان پيارّ نه ڪرڻ ۽ ٻـي ڪنهنجو پاڻ سان پيار نه ڪرڻ، برداشت جهڙي ڳالھ نـه آهي. باقي جيئرو نه رهڻ ته تيّ برابر آهيّ“. اڃا ته منهنجو زندگيءَ ۾ اُن جي هر پياريءَ شيءِ سان اُتي پيار هو، اڃا ته مان ريمبرانٽ، وان گوگ، پال گوگن، ڊيگاس، سئلويڊار ڊاليءَ، پڪاسو وغيره جي مصوريءَ کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيار سان گهوري ڏسندو هوس؛ اڃا مان ٽيمس نديءَ جي ڪناري تي سنجها جي جوت ۾ لانچون ايتري محويت سان ڏسي رهيو هوس، جيتري سان ٽي-ايس-ايليٽ ٻه نه ڏسندو هوندو؛ اڃا تـه مـان مادام تُساد جـي وئڪـس (ميڻ جـي) ميوزم ۾ هر اسم ۾ اکيون اٽڪائي بيٺو هوس؛ اڃا ته مان ميپل جا اکيچار لڏندڙ وڻ ۽ چوسولن تي ويٺل نوجوان جوڙا ڏسي خوشيءَ ۾ پرجي ٿئ ويس؛ اڃا ته ٽر ٽئفلگر اسڪوائر ۾ هزارين ڪبوتر جڏهن اناج جي داڻن تي مڙيا

تي ۽ غنرغون غنرغون تي ڪيائون ته جڻ اِهي موت تي فتح جا نعرا هڻن پيا. مان پاڻيان ٿو ته ڊاڪٽر زلخا ڪي به منهنجي دماغ ۾ اهي ئي Dead Cells نظر آيا ها جي اڳي C.T Scanning ۾ نظر آيا هيا ۽ ڪوئي نئون نقصان نه ٿيو هو. آنءُ لنڊن ۾ بي فڪرائيءَ سان دوستن سان ڪچهريون ڪندو رهيس. سيني ۾ پيارا ڊاڪٽر ٻاري ۽ هن جي زال فرزانا هيا، جا پي-ايچ-ڊي ڪري رهي هئي. هو پوٺوهار جي رهاڪو هئي ۽ هن جي طبيعت ۾ عجيب شگفتگي هئي، مون سوچيو ته هن ۾ پوٺوهار جي ڪنهن ٽڙيل ٻاريءَ جي سگنڌ هئي. ٻئي پليجي جا مداح هئا ۽ مون کي برائٽن (Brighten) ۾ پنهنجي گهر هڪ هفتي رهڻ جي دعوت ڏني هئائون. برائٽن انگلنڊ لنڊن کان ٨٠ ڪلوميٽر پري هيو پر مان نه وڃي سگهيو هوس ته هو وري ٻئي لنڊن ۾ پاڻ آيا ها ۽ ڪافي وقت کان پوءِ ڪراچيءَ به منهنجي گهر آيا ها ۽ مونکي پنهنجي گهر اچي رهڻ جي دعوت ڏني هئائون.

سو انهيءَ بيماريءَ ۾ مون کي موت جو پؤ ته ڪونه ٿيو ويتر ساري لنڊن ۽ ان جي پهراڙي ۽ ساوڪ ڏسي زندگي تروتازه ٿي پئي. پر ايترو چيائي ۾ مست مگن هوندي به مونکان اِهو نه وسريو ته هڪ ڏينهن مرڻو آهي. ياد ناهي ته ڪنهن چيو آهي ته ”هڪ ماڪوڙو جڏهن منهنجي پير هيٺان اچي چيپاڻجي وڃي ٿو ته مونکي ڪوئي افسوس نه ٿو ٿئي ڇو ته آنءُ ڄاڻان ٿو ته هن جي قوم نيٺ هن جو پلئه مون سان ڪندي“. هڪ ترڪي

چوٽي آهي تہ ”موت هڪ ڪارو توڏو آهي، جو هر ڪنهن در وٽ جهوڪ ڀڏي ويهي رهي ٿو“. هر انسان جي انتها اها آهي ۽ ان ڪري مون ۾ اها چورا ڪورا اڳ ڪان بہ وڌي وئي آهي تہ ڇا موت ڪنهن ڳالھ جي ابتدا بہ آهي ڇا؟ يا اسان مري وڃون ٿا تہ ملياميٽ ٿي وڃون ٿا ۽ سمنڊ تي پويون سج ڏسي، هميشہ لاءِ وڃي ترو ولون ٿا؟ ڇا پنهنجو عڪس اسان وري آرسيءَ ۾ ڏسي سگهنداسين يا اُها آرسي عڪس سان گڏ ڀڄي پورا ٿي وينـدي؟ اهڙي ٻـڏتـر منهنجي شاعريءَ ۾اڳ بہ هئي، توڙي هينئر ڏرا تکيري هئي ۽ ان ڪري مون اُن ڪتاب جو نالو ئي الوداعي گيت رکيو هو. گيت الوداعي نہ نڪتا ۽ ان ڪان پوءِ مون ٻيو ڪتاب، ”اُپر چنڊ پس پرين“ لکيو، جنهن ۾ مٿين ڪيفيت وڌيڪ چٽيون چوليون هڻي رهي آهي. آخر پويون ڪتاب ”هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن“ لکندي مونکي پڪ ٿي وئي تہ اسان رڳو سپني مان جاڳون ٿا ۽ موت ٻيو ڪجھ بہ نہ آهي، رڳو نئين جاڳ آهي. هن زندگيءَ سان جيتري اسانکي محبت گهٽي هوندي اوترو اسان کي موت جو خوف گهٽو تيندو. تعجب آهي تہ مون ۾ نہ رڳو اها محبت ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي پر موت جو خوف ٻنھ نہ رهيو آهي. بهرصورت موت جي، زندگي جي ڳِتي ۾ چُونڊي پنهنجو نشان ڇڏي وئي آهي.

هن مهاڳ لکڻ کان اڳ مونکي ٽن مهينن ۾ چار ڀيرا هارٽ اٽئڪ ٿي آهي ۽ گذريل ٽن مهينن کان مان آرام ڪري رهيو آهيان. في الحال تہ موت مُنڊو اَڪائي. ڦاسي

ويو آهي ۽ هن جا ڏوڏا ڏکي رهيا آهن. اهي دل جا Infractions مونکي زندگيءَ جي سليٽ تي ليڪا لڳي رهيا آهن جي کنهن بار اوجهي ۾ ويهي ڪڍيا آهن.

مان لنڊن مان موٽندي موتي پرڪاش، ڪلا پرڪاش، موهن گيهاڻي، روپا ۽ ٻين دوستن وٽ دبئيءَ هليو ويو هوس ڇو ته ڪجھ پراڻا دوست مون اونده ۾ گم ٿيڻ کان اڳ ۾ ڏسڻ ٿي چاهيا. هنن منهنجي خاطر تواضع دل کولي ڪئي هئي. سنڌي هندو ۽ مسلمان ٻئي ميزبانيءَ ۾ پٺتي نه پيا ها. هڪ محفل ۾ جا موتي پرڪاش جي گهر تي هئي، اسڪاچ وسڪي ته پاڻيءَ وانگر ٿي پيتائون پر مون پيئڻ کان انڪار ڪيو هو ڇو ته مان اجان پورو چاق نه ٿيو هوس ۽ لنڊن ۾ به وسڪي نه پيتي هيم. سليم، زرينا ۽ روماسا جي پيئڻ جو ته سوال ئي نه ٿي اٿيو. موتيءَ جي گهر روپ (روپا) منهنجي وائي "ٽڙي پوندا ٽارئين، جڏهن ڳاڙها گل، تڏهن ملنداسين" الڻ فقير کان به بهتر ڳاتي. ٻين به مونکي ۽ ڀِناڻيءَ کي ڳاتو، پر جڏهن موتيءَ منهنجو گيت: "رابيل رت، مايا نگر، تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون" ڳائي رهيو هو ته سڀ مات ۾ اچي ويا ها، ڇڻ ڪائي گذري ويل دنيا اکين جي سامهون اچي وئي هُين.

ان محفل ۾ مسلمان سازندا ۽ ڪجھ پاڪستاني دوست به شامل هيا ۽ سڀئي سنڌيت جي جذبي سان سرشار ها. شارجا ۾ هڪ مسلمان دوست جي گهر دعوت ٿي هئي مرزا قليچ بيگ جي خاندان مان آهي. اُتي به موتي ۽ ڪلا، موهن ۽ روپ ۽ ٻيا دوست اسان سان گڏ هيا. سڀ ٻيئر ۽

وسڪي پي رهيا ها. مونکي شعر ٻڌائڻ تي آماده ڪيائون (اڳي ته مون کي سڄو شعر ياد هوندو هو ۽ فرمائش ٿيندي هئي ته يڪدم ٻڌائيندو هوس پر هاڻي ته ڪوئي مجبور ڪندو آهي ته ڪتاب تان پڙهندو آهيان) مون اڃا شعر شروع مس ڪيو ته آواز چڻ نابري واري ۽ مون موتي کي چيو "مان شاعري پاڻي ۾ جي گلاس تي نه ٿو ڪري چاهيان، مونکي هڪ بيئر جو گلاس پري ڏي."

موتيءَ جي گهران مون اُتم ۽ سندريءَ کي بمبئيءَ فون ڪيو. جڏهن زرينا سندريءَ سان ڳالهايو پئي ته هن ٻي چينيءَ سان پڇيو. "ڪڏهن تا اچو؟ ڪڏهن تا اچو؟؟" جنهن تي زرينا هن کي مايوس ڪندڙ جواب ڏنو "پيڻ، جڏهن داڻو پاڻي لکيل هوندو."

سال ڪانپورءِ جڏهن اسان هندستان وياسين ته پويان ١٥ ڏينهن ته رهندا ٻه سندريءَ ۽ اُتم جي گهر کان ٿوري پنڌ تي ٺاڪر چاولا جي گهر هياسين پر ٻنهي مهينن ۾ رڳو ٻه پيرا هنن سان سندن گهر ۾ مانيءَ تي ڪچهري ڪئي سين ۽ هڪ پيرو هو مون وٽ هوٽل ۾ مانيءَ تي آيا ها. مهاراشٽرا ٽي-وي اسٽيشن تي جڏهن منهنجو اُتم انٽرويو تي ورتو ته سندري ساموهون ويٺي هئي ۽ مرڪي رهي هئي.انهيءَ انٽرويو جو انتظام هن جي ڌيءَ آشا ڪيو هيو، جا بئنڪ ۾ ملازم آهي ۽ خريداريءَ لاءِ اسان سان هڪ ڏينهن گڏ هئي ۽ منهنجي چيچ "اڙي چنڊ، اڙي چنڊ" سپونءَ جي شيخ اياز نمبر جي مهورت تي ڏاڍي محويت سان ڳائي هيائين، جنهنجو ڪيسيٽ ابراهيم جويو ڪٺي آيو

هو. ريڊيو تي انٽرويو جي ٻي ڏينهن تي اسان کي تاڪر چاولا جي گهر مان صبح جو نائين ٻجي نڪرڻو هو ته اُتم ۽ سندري مون سان موڪلائڻ آيا. سامان هيٺ لهي رهيو هو ته زرينا، سُندري، پاروچاولا ۽ اُتم اڳ ۾ هيٺ لهي ويا. مان گوڏن جي سور سبب آهستي لهي رهيو هوس. جڏهن هيٺ پهتس ته سُندري ڪانه هئي. زرينا چيو ته اُتم ڏاڍو زور پريو هوس ته ايئرپورٽ تي تون به هل، چيو ته اسان وٽ ٻي گاڏيون هيون ۽ ڪافي جاءِ هئي پر هن چيو ته ڪنهن ساهيڙيءَ ڏانهن وڃڻو آهي ۽ ايتريءَ تڪڙ ۾ هئي جو منهنجي لهڻ تائين به نه ترسي. ڇا اسان هن زندگيءَ ۾ ٻي پيري ملي سگهنداسين؟ يا اِهو آخري دفعو هو؟

دبئيءَ ۾ اڳين دوستن جي پنهنجائپ ڏسي مان ٻي سال بمبئيءَ، پوني، لوناولا، گوا، جئپور ۽ اُلهاس نگر زرينا سان گڏجي ويو هوس. موتي ۽ ڪلا دُبئي مان آيا ها. موتي جي وڃڻ ڪانپوءِ ڪلا پنهنجي پٽ هريڪانت جي فلئٽ ۾ رهيل هئي جو خود به هڪ تمام سٺو شاعر آهي ۽ هن ٻه پيرا منهنجي ۽ زرينا جي دعوت ڪئي هئي. جڏهن اسان موڪلايو تي ته ڪلا منهنجو هٿ نه ٿي ڇڏيو ۽ هن جون اکيون پرجي آيون هيون. اِهو ڏسي گُني چيو هو ته ڪلا جي اکين ۾ وري مرچ پئجي ويا آهن.

ڪراچيءَ موٽي مون سفرنامي لاءِ نوٽ پئي ورتا ته ٽن مهينن ۾ چار پيرا هارٽ اٽئڪ ٿي. انهن دل جي دؤرن جو پورو احوال مون پنهنجي نئين شاعريءَ جي ڪتاب "ڪتين ڪر موڙيا جڏهن" ۾ لکيو آهي.

هي ڪتاب مون انگلنڊ وڃڻ کان اڳ لکيو هو، ان جو عنوان "الوداعي گيت" مايوسيءَ جي عڪاسي ڪري رهيو آهي، پر مون ان وقت ائين سمجهيو هو ته مان سچ پچ هن رنگا رنگ دنيا کي الوداع ڪري رهيو آهيان جا مون روئيندي نه ڇڏڻ چاهي، ڳائيندي پئي ڇڏڻ چاهي ۽ جيڪي گيت پنهنجي زندگيءَ ۾ پئي ڳائڻ چاهيا ۽ اجان نه ڳاتا هئا سي هيءَ زندگيءَ لاءِ بچائي رکيا ها، پر قدرت کي منهنجي شاعريءَ سان ايترو عشق ٿي ويو هو جو ان مون کي ايتري توانائي ڏني جو نه رڳو مون "اُپر چنڊ، پس پرين" ۽ "هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئين" لکيو ورتو پر ٽن مهينن ۾ چئين هارٽ اٽيڪن جي وچ ۾ مون "ڪتين ڪر موڙيا جڏهن" بستري تي ليٽي لکيو، جنهن ۾ شاعري ئي رڳو پنج سؤ صفحن کان مٿي آهي.

جڏهن سهٽيءَ جو "شيخ اياز نمبر جلد پهريون" اجان شايع نه ٿيو هو ته مون کان طارق اشرف نئين ڪتاب جي طلب ڪئي هئي. مون وٽ ته رڳو هي ڪتاب "الوداعي گيت" هيو، جنهن جو پيش لفظ به مون اجان نه لکيو . . اهو ڪيس شايع ڪرڻ لاءِ ڏنو پر اُن جي طباعت ۾ ڪيئي ڇُڪون رهجي ويون ڇو ته آخرين پروف مون نه ڏٺا هيا. مون هي ڪتاب ٻيهر درست ڪيو آهي ۽ ان کي پڙهندي مون تي مايوسيءَ جي ڪيفيت ڪڏهن به طاري نه ٿي آهي. ان ڪتاب ۾ مسرّت ۽ رجائيت جي ڪيفيت آهي ته مان هيءَ دنيا پنهنجيءَ پورنتا تي رسي ڇڏيان ٿو؛ مان زندگيءَ ۾ ٿوري وقت لاءِ ڏاپو ڪيان ٿو ۽ تارن هيٺان

تنبو کوڙيان ٿو.ائين آهي تہ رات جلدي گذري ويندي ۽ ڪجاوي جي ڪوٺ نيٺ ايندي. جنهن وقت مون هي ڪتاب لکيو هو، تنهن وقت مون سمجهيو هو تہ اها ڪوٺ اچي وئي آهي ۽ هي گيت الوداعي آهن. ان وقت مون تنبوءَ ۾ بتي وسائي ڇڏي هئي پر باک وري بہ هن ئي زندگيءَ ۾ ڦٽي آهي.

هن ڪتاب کانپوءِ لکيل ٽن ڪتابن ”اُڀر چنڊ، پس پرين“، ”هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن“ ۽ ”ڪتين ڪر موڙيا جڏهن“ ۾ منهنجو شعر ائين آهي، جيئن اجهان ٽاڪ منجهند آهي، پٽڻ جو پوين پور نہ آيو آهي ۽ اجهان سانجهي نہ ٿي آهي، في الحال تہ مون الوداع ڪي الوداع ڪئي آهي، پر ڪيئن چئجي! موت چور وانگر پهن تي ايندو آهي!

شيخ اياز

۱ آڪٽوبر ۱۹۹۱ع

تو گهنڊ وڄي، اڄ وڃڻو آ،
ڪنهن دور اَنڌيريءَ دنيا ۾،
ڀرپور سمندر گرجي ٿو،
ڪنهن وِسميءَ جهڙيءَ دنيا ۾. □

ڪوئي ٻہ نکيتر ڪونہ آهيَ،
اونداهہ اُڪُت لهرائي ٿي،
ڪا ڪاري ڪويل ڪُوڪاري،
چڙ پورب پڇم گهائي ٿي. □□

---

□ وِسميءَ- حيرت.
□□ پورب پڇم- اوڀر اولهہ.

ڪيڏانهن وڃان تو، ڇا ڄاڻان!
ڪنهن جاءِ سفر هي ڪٿو آ؟
ها، ڄاڻان تو تہ اِهي پاڻان،
ڪي پل، پو ناتو ٽُٽو آ.

ڪنهن سائي پن تي، ماڪَ ڦڙا،
ٻيهار ڏسي مان ڳائيندس؟
ڇا آنءُ ڪڏهن موٽي ايندس،
يا اوندهه سان اوندهه ٿيندس؟

اڄ مُنهنجي پويان پيچي ۾،
تقدير شڪاريءَ وانگر آ،
من هرڻيءَ وانگر ڊوڙي ٿو،
هي دنيا واريءَ وانگر آ.

جنهن وقت ستارا ٽڙڪن ٿا،
(ڪا نِيلي جهيل هوا ۾ آ) □
۽ پنڇي جهونٽا کائن ٿا،
۽ تن جي ننڊ فضا ۾ آ.

مان سوچان ٿو اِڳتي چاهي،
هي سپنو ٿو ڪيڏانهن وڃي؟
مان ڇا آهيان؟ مان ڇو آهيان؟
۽ هر ڪو ٿو ڪيڏانهن وڃي؟

---

□ جهيل- ڍنڍ.

هر پانڌي ’نانءِ‘ سمايو آ،
هن پنڌ سوا ٻيو ڪجھ ناهي،
۽ ڪاري ننڊ سدائين آ،
پل تارن تائين ڪو ڪاهي.

هي پنڌ مگر، هي پنڌ مگر،
هي ڇا آهي؟ هي ڇو آهي؟
هي ۽ ڳالھ سجھائي جو مون کي،
ڇا هن نگريءَ ۾ ڪو آهي؟

اڄ رات پڻائيءَ جڏهن جاڳي،
مان ٽيڙو اُپ اُپاريان ٿو،
جنهن وقت ڪِتيون ڪر موڙن ٿيون،
مان پنهنجو ماضي ساريان ٿو.

مان، ڪجهه ناهيان، مان ڪُجهه ناهيان،
هر وقت پيو آواز اچي،
يا مان ئي سارا سُر آهيان،
تو جن سان پرجي ساز اچي؟

جو ساز سدائين پيو وڄندو،
۽ گيت ازل جا ڳائيندو،
جي آئون نه، اُن کي ٻيو راڳي،
جاڳيي اڄ رات وڄائيندو.

---

هن منهنجي رت جي ريلي ۾،
□ ڪي ڪول هيا سنٿال هيا،
ڪي آريا ڪي اڻ- آريہ ها،
جن روز پيلايا پال هيا.

جن رت مان اُپري سِرجيو هو،
جو سِرجيو آ مون اڄ تائين،
(تون ڪنهن کي ڪنهن کي ڳوليندين
ڇا اِن کي سؤلو تو پائين؟)

□ ڪول ۽ سنٿال- سنڌ جون قديم دراوڙي قومون

هو ڪير هيا، جن جي مُنهن تي،
تي لهندي سِج گلال هنيو؟
هو ڪير هيا جن سانجهيءَ جو،
تي سِر تي مينديءَ تالُ ڪنيو؟

ڪي گيت پراڻِي پيڙا جا،
هو مون ۾ اڄ ورجائن ٿا،
تي جئن جئن جيون سانجهي ٿي،
هو مون ۾ وَر وَر ڳائن ٿا.

”ڪو موت سدائين لاءِ نہ آ،
”هام هيءَ حياتي مرڻي آ،
”اِن جيءَ-جياپي جي ليڪن،
اڳتي پيي ڪَرڻي پرڻي آ.“

”تا گيت اچانڪ اُپرن پر،
”ايڏو بہ اچانڪ ڪونہ آهن،
”ڪو سرجڻهار نہ آ جن ۾،
”ڪي پُرڪ نہ اُپري پَر ساهن. □

□ پُرڪ- وڏا

”ڪي اونداهيون ڪي سوجهرڙا،
جي هِن جيون ڪان اڳ ۾ ها،
هي گيت انهن مان سَهڙن تا،
چڙهي اڳ ئي سي رڳ رڳ ۾ ها!

ڪو گيت اچانڪ ڪونہ آهي،
تو ڪيئن جُڙي، سو ڪئن چئجي!
جا راهہ ابد جي آ، هيڏي،
تي ڪيئن مُڙي، سو ڪئن چئجي!

مان تو کي سمجهڻ چاهيان ٿو،
تون ڇا آهين؟ تون ڇو آهين؟
ڇا مان تنهنجو پاڇو آهيان،
يا تون مُنهنجو پاڇو آهين؟

تون اڳني ٿي، تون اِندر ٿي،
تون اوشا بڻجي آيو آن،
تون راتڙيون ٿي جاڳيو آن،
تون ڇا ڇا بڻجي آيو آن!

مان تو کي ڇڙخو ڇوريندي،
ڇُپ ڇاپ پئي ورجايو آ،
تون نام هئين بي نام هئين،
پر مون تو کي ئي ڳايو آ.

تون سڀ ڪجهه آن، مان ڪئن ڄاڻان!
يا ڪجهه آهين، مان ڪيئن چوان!
مون روز تَڪيا تنهنجا پاڻان،
تون ڪجهه ناهين، مان ڪيئن چوان!

تون هَر هَر مُنهنجيءَ نَهکر ۾،
چڙ ڪائي هائوڪار هئين!
تون ڪيڏي سُجَ وَسائي آ،
تون ڪاله وَسنءَ وٽڪار هُئين!

جئن لهندو سورج پاڻيءَ تي،
تئن مون ۾ تنهنجو سايو آ،
سو گيت انوکو آهين تون،
جو چوليءَ چوليءَ ڳايو آ.

ڇو مُنهنجا ٻول لکين پيو تون
تون جو ٻوليءَ کان ڏور آهين؟
ڇو اپرين تو آواز جيان،
۽ مون ۾ گيتَ پيو ناهين؟

مون ڪوئي وَس ڪيو ناهي،
تا پاڻ اچن سپ گيت اِهي،
جي تُنهنجي جيتِ جتائن تا،
جَڳ ليکي منهنجي جيت اِهي.

هي مون ۾ کھڙي جوتي آ،
تو جڳ پاسي انڌڪار رکيو؟
جي ان ۾ گيت نہ تا گونجن،
ڪجھ ناهي هي سنسار رکيو.

جنهن وقت اُڀريون آڳل تي،
ٽيون ڪانگڙيون پر ڦڙڪائن،
من منهنجو ڪينجهر ڪَنڌيءَ تي،
ٻي پار وڃي ٽيون پهچائن.

مان ماضيءَ ۾ ٿي جيئان ٿو،
ماضي جو مستقبل آهي،
سڄو روز هوائون ڦوڪن ٿيون،
پر ڌارا ڪجھ بہ نہ ٿي چاهي.

مان بيٺو روز بتيلي تي،
اوڙاهہ- افق ۾ گھوريان ٿو،
آ رات لٿي ٿي ننڊ اچي،
مان پنهنجيون اکڙيون پوريان ٿو.

تــو آڏيءَ رات ڪُــبيــر اچي،
۽ مون سان گڏجي ڳائي ٿو،
پو پنهنجا پنـٽـي ڳولي ٿو،
۽ مون کي ياڪر پائي ٿو.

مان هن جو هڪڙو ساٿـي هان،
جو اڄ تائين نہ ٿـڪو آهيان،
ڇا مان ڄاڻان ٿو هن وانگر،
مان ڇا آهيان، مـان ڇو آهيان؟

مـن روز پـرنـدن سـان اُڏري،
تـو اُڏري دور سـتـارن ڏي،
جنهن وقت وڃي تو ڏينهن لهي،
تـو پـار وڃـي تـن پـيـارن ڏي.

جن آگ مٿان هٿ سيڪيا هام،
۽ گڏجي پـوهه گـذاريـا هام،
تـا پـل پـل تـنـڏ ۾ ياد پـون،
هو وِچڙي پو بـه نه ڏاريا ها.

ڇا هيءُ وڇوڙو ابدي آ،
ڇا اِن جو انت نہ ٿيڻو آ؟
ڇا ڪيتو ناهہ ڏنو ڪافي؟
ٻيو ڪجھ بہ ڪَئي جو ڏيڻو آ؟

مان پنهنجا پيرَ کهاڙن سان،
جنهن وقتِ ڪَپي پڇتايان ٿو،
۽ ڏور ڏسان ٿو ٻيوس ٿي،
تن لاءِ وري واجهايان ٿو.

جي ٻيهر مور نہ ملندام يا
هو ملڻا آهن راهَن ۾؟
في الحال رڳو افسوس سوا،
ڇا آهي منهنجي آهن ۾؟

جو لڪٹو آهه لکي وٿ اڄ،
ڪنهن چاتو آهه سياڻي ڪي؟
جو پَل پَل آهه مهانگو آ،
تون سنستو سمجهه نه هاٺي ڪي.

جي ڪو به صدين سان سودو آ،
هن وقت ته ڪرٽو آتو ڪي،
ٻيو ڏينهن ته ناهي ڪنهن به ڏٺو،
ٻي ڏينهن ته مرٽو آتو ڪي.

جا آگ ازل جي آ تو ۾،
سا ڪله جئن ٻارِ ته جڳ جرڪي،
اونده ۾ ناهي پارُ پتو،
تون جوتِ جيئارِ ته جڳ جرڪي.

تون راڳي آهين راڳ ڇيڙي،
ڪو ڇئن ڪڏهن ٻه نه پائيندين،
تون ڪَڙ ته ڪلهي تي کينر کي،
تون دنيا کي دڳ لائيندين.

هي راڳ بہ ڪوئي رَستو آ،
جو ڏور ڪٿي تو ماڳَ مٿان،
هي ساز امرتا پائيندا،
جي سِر ڏيندين تون راڳَ مٿان.

ها، سَنجها گهاٽن جهنگن ۾،
ڪي روشنيون ڦهلائي ٿي،
۽ هر ڪو مارڳ ڳولي ٿو،
۽ اڳ جئن ڌرتي ڳائي ٿي.

پر هيءُ به مچ، ٿي رات ڪٽي،
۽ باک ڦٽيءَ جو تارين کي،
ٿا تيز ڪهاڙا جيئن مُڇين، □
۽ وارَ ڪَرين ويچارين تي.

---

□ مُڇين- ڪپين.

ٿو ڦوٽهڙو هبڪار ڏئي،
وَڻَ وِسِ بسنتي پائن ٽا،
۽ ماٺهو ايندڙ ڦولن لِءِ،
جڻ وِڪ تي واجهائن ٽا.

---

تو چاهيان خوشبوءِ سنگ وڃان،
پر ڪيئن سو نہ ڄاڻان ٿو،
تو آئون گلن جا رنگ ڏسان،
ڇا تن جو پنڌ سڃاڻان ٿو؟

آڪاش مٿان جا آگ آهي،
تا تنهن جا شعلا دور وڃن،
ڇا خوشبو تنهن کي پهچي ٿي؟
ڇا ان تائين تا رنگ پڄن؟

چا مُنهنجو لنگهه اتان ٿيندو؟
چا ڪوئي شعلو ٿي ويندس؟
تو لاءِ شفق جي رنگ جيان
يا ڪوئي پاڇو ٿي ويندس؟

يا تو ليءِ ڪوئي خوشبوءِ جو،
مان رمتو جهونڪو ٿي ويندس؟
يا اُڌري لال ليارَ مثان،
ڪو سبز پرندو ٿي ويندس؟

مون گيت گهٽيئي ڌرتيءَ جا،
ڳاتا پر اڄ مان وڇڙو هان،
ڪيڏانهن؟ اهو ته نه ڄاڻان ٿو،
هي ڄاڻان ٿو ڪان وڇڙو هان.

تو پيار ڏئي، اقرار گهريو،
تون مونکي ڪونه ڇڏي ويندين،
هيءَ ڌرتي ڪيڏي پياري آ،
تون ڪهڙي لوءِ لڏي ويندين!

هر روز گلن تي شبنم جام،
تي موتي ميڙي باک اچي،
ڏس جهڙ ڦڙ جهڙ ڦڙ لاتي آ،
تو لاءِ وري ويساک اچي.

مان تو کي کهڙي ورندي ڏيان،
چُپ چاپ پريان تو ساهُ ٽڏو،
مون جيون پريم ڪون ڏنو،
آ اچ وانگر ويساهه ٽڏو.

مان ور ور تو ڏي گهوريان تو،
۽ سوچيان تو ڪنهن وقت ملون،
يا ڪونہ ملون مان چا ڄاڻان!
جي نيري نڀ ۾ دور ٽلون.

دڳ ويندي ڪيڪر تيندي، يا
هڪ ٻئي لئہ ڏاريا هونداسين؟
يا ڪائي جوت نہ رهندي آ،
ٻئي اوندھ واريا هونداسين؟

هي چپ- اگر لهسائن تا،
جنهن وقت چمي تو کي سرتي!
مان سوچان تو کنهن وقت اهي،
رک هوندا، تي وبندا ڏرتي.

جئن جهونجهڪڙي جو جاڳي تون،
مون ڏانهن ڏسي شرمائين تي،
۽ پنهنجون ٻانهون کولين تي،
۽ مون کي ڀاڪر پائين تي.

تو آئون ڏسان تئن تارن ڏي،
جي آهن دور ڦڪيرا ڪُجھ،
۽ اُپ جي نيري ساگر ۾،
جي ترندا باقي ويرا ڪُجھ.

ڇا تون مان ان جوت نگر ۾،
ڏاڍو ڏور ستارن وانگر،
چمڪي غائب ٿي ويندا سين،
ٿر ٻر ٿي وسڪارن وانگر؟

طوفان وسائِي شمع جڏهن،
چوڏاري اونده ڇانئجي ويندي؟
يا هن جيون جي وٽ ڪامي،
ٻي ڪائي جوت جلائيندي؟

هام هڻڻ نہ آهي مون کي ڪام،
پر آئون رڳو هي ڄاڻان ٿو،
ٿو رستو ڏاڍو ڏور وڃي،
ڪو سونهون ڪونہ سڃاڻان ٿو

هام، ڪنهن کي ڪجھ معلوم نہ آ،
ڪي ڪيئن چون، ڪي ڪيئن چون،
ٿا گيان ڏين ڪيڏا نہ ڳُٽي!
پر پو بہ پلئہ ڪي ڪين پون.

ڌرتيءَ کان دور ستارن ۾،
جھن وقت اڪيلا کھنداسين،
چا تون مان ايڏيءَ اونده ۾،
هڪ ٻئي کي ڳولي لهنداسين؟

---

ڳٽي- ڳٽن وارا.

دل تيز پرندي وانگر آ،
هڪ ٽاريءَ کان ٻي ٽاريءَ تي،
پو دور ستارن تي پهچي،
تي اُڏري دنيا ساريءَ تي.

دل تيز پرندي وانگر آ،
تون اُن جا پر ڪوهي سگهندين؟
ڪنهن پڃري ۾ ان کي پالي،
ڪنهن چوڪي تي موهي سگهندين؟

دلُ تيزُ پرندي وانگر آ،
تي اُڏري دور زمانن ڏي،
۽ ڪنڌ ورائي هيٺ ڏسي،
ڇا شهرن ڇا ويرانن ڏي!

دل تيز پرندي وانگر آ،
تا پنکَ گهٽائن ۾ گونجن،
پروازُ نظر ۾ ناهه اُن جو،
تا گيت فضائن ۾ گونجن.

دل روز اُهي وِرجائي ٿـي،
جي گيت امرتا پائن ٿا،
جي ورڪا ڪِن ٿا واريءَ تي،
وَڻ سانوڻ ۾ جهولائن ٿا.

تو ڪَڙڪي سِر تيَ موت جڏهن،
جڻ هر ڪوئي دل هاري تو،
ڪو چُپ چُپ ڳوڙها تو ڳاڙي،
ڪو منتر چاري اُچاري تو:

ڪو واجهه وِجهي تو ماضيءَ ۾،
ڪو مستقبل ڪي تاڙي تو،
جو مستقبل هن جو ناهي،
هُو چاليءَ ڳوڙها ڳاڙي تو؟

ڪنهن اتا ٽيل تنبارَ جيان لوڙي،
تون آ مون کي ڪي گيت ٻڌائين ٿو،
تون ڪيڏي اُٿل تُٿل ابدو ٿي،
ايئن ته لفظن منجهه لڪائين ٿو!

”چئه تون ڀي ڇا ٿو چاهين ٿو،
تون آ ڇا آهين، تون ڇو آهين؟
آڪاس ۾ ته تو مان آهي ڇا؟
تو ڏي تون ڦرني جو آهين؟“

تو کي تہ پکيئڙن وانگر پَرَ،
کونہ آهن پَر پرواز آهي،
چڻ چنڊ بہ تو کان دور نہ آ،
ان تي تہ چيو آ ڪنهن ڏاهي.

”تون گرچہ الگ آهين پو ٻي،
”تو ۾ سارو سنسار آهي،
”ڏِس چَنڊُ لُڏي ٿو لهرن ۾،
”پو هو دريا کان ڌار آهي.“

كنهن رنگبرنگي كانچ منجهان،
جڻ مون كا سيڙهي جوڙي آ،
۽ تارن تائين پهتو هان،
۽ وِك كتين تي كوڙي آ.

اڄ دور وڃي هن ڌرتيءَ كان،
مان اُن كي كيڏو ساريان ٿو!
تي كيڏي سار- سڳنڌ اچي،
سرهاڻ- سِمرتيون پاريان ٿو! ❑

❑ سمرتيون- يادگيريون

□ هي منڊر ڪيڏو سُونو آ؟
ڪو ديو داسيون هن ڌرتيءَ جون،
تو لاءِ ڀي تن جا ناچ ڏسيان،
۽ پانهون مان هر سرتيءَ جون.

جن نرت- ڪلا سان پاتو هي،
ڪلهه منهنجو من گرمايو هو!
۽ سرسوتيءَ جي سنگ رهي
ڪلهه جن وينا تي ڳايو هو!

هيءَ سَندر ڪيڏو سُونهو آ؟
ڪيڏانهن ويندي هيءَ ديوداسي؟
هِت روشنين جي جهرمر ۾،
ڇڏي ڪونہ ڏسان تو ڪو ساٿي!

---

يا اڳتي بہ سُندرتا آ،
تا جنهن ۾ سهسين ناچ تين،
(هِت ڪي بہ تہ موٽي ڪونہ آيا،
جي ڏورانهين جو ڏَس ڏين!)

هي نرت- ڪلا جا موهي ٿي،
من چاهي تو اڳتي به هجي،
ڪو ناچ هوا ۾ تارن جو،
هي دنيا جي ڏگ تي به هجي.

تــي شـمعدانَ ۾ شمع ٻـري،
۽ عڪس پـواي آئـينـي ۾،
ڇا سمجھ سوچ ڪان آھ پري،
سا ڳالھ اچي تـي سيني ۾

ڇا مان ٻـ ائين ٿي عڪسَ آھيان،
۽ عـڪس اُڏامي وڃـٽو آ؟
۽ رات وهـامـي وڃـٽـي آ؟
۽ سڀ ڪجھ ڪامي وڃـٽو آ؟

ڇا محفل سنگرما گرم ڪري،
ڪنهن وقت اچانڪ شمع جلي،
سڀ روشنيون پنهنجون ريٽلي،
اِڪ رُپونٽ ڪيڏي ويندي ماڳ هلي؟

ڪاهه آوند هيءَ آهي نان ڪان پلي
آ جنهن ۾ پڌرائي هي محفل؟
يا پيئي شمع ليئي بَرندي؟
هڪ محفل رچي اڄ ٿي ٻي محفل!

سا ٻاڪ ڦٽي آهي تہ سهين،
تي جڳ تان ڪارِي رات وڃي،
اڄ هَٿَ دُعا لِئِ اُڀرن ٿا،
شل هيڏي ساري رات وڃي!

جنهن سڀ ڪي گهرا گهاوَ ڏنا،
جنهن راڳا ڪيئي سالَ ڪَيا،
۽ پنهنجن جُڙتو ناتن سان،
جنهن پيدا سَوَ جنجالَ ڪيا.

سا ڪاري رات وچي پيئي،
ڪُجھ اُن ۾ ريڪُون آهن چڻ،
هي ڪينر هڪ آڏاٽو آ،
۽ نڪتيون تارون آهن چڻ!

ڪو ڪيئن رهي ٿو ڪو ڪيئن وڃي،
پر انهن آتڻ سڀ جو ساڳو آهي
ڇو سارا لوڪ راتيون جاڳين ٿا؟
ڇو تو اکين ۾ اوجاڳو آ؟

هي جيون پن تي ماڪ جيان،
جڻ جهونجهڪڙي ۾ جهلڪي ٿو،
جي سج اڀري ته اڏمي ٿو،
۽ واءُ لڳي جي، ڇلڪي ٿو.

تون اِن جي لاءِ اُداس آهين،
ڪجھ وقت حياتي آهه رهي،
جئن اُس ۾ اُڏري ماڪ ڦڙو،
تئن ويندين تون ڪيڏانهن ڪهي؟

جو دم آهين ڪجھ ڪوملتا،
تون ڦهلائي اوسي پاسي،
جي راهه رمين تہ برو ناهي،
چؤطرف هزارين گُل واسي.

هِن دنيا ۾ سڀ ڪجھ پيارا،
بس، چئن گھڙين جو واسُ آهي،
ڪئن چئجي اڳتي آهي ڇا؟
ڪئن چئجي ڪجھ بہ اناسِ آهي!

جڻ تہ پيري ۽ جواني ٿي فقط،
زندگيءَ جو آخرين آهن تضاد!
وارَ منهنجا تا اڇا ٿيندا وڃن،
عمر تي ڪوئي نہ آهي اعتماد.

ڪيترا اُن ۾ اڇا، ڳاڙها گُلاب،
ڏينهن جو تقدير جئن آيا ويا،
زندگيءَ جي شام ۾ پيلا گُلاب،
سي بہ ڪنهن تصوير جئن آيا ويا.

مان پڇان ٿو هي مصّور ڪير آ،
نقش جو ڊاهي، ڦاڙي ٿو هٽي؟
ڇا اِهي پُرزا اُڏامي ٿا وڃن؟
يا اِهي ٿو ڏيان سان ٻيهر ڪٽي؟

ڇا وَري تصوير تي ڪائي نه هئي؟
۽ اڇن، ڳاڙهن گُلابن ڪي ڪِڏي؟
ڏينهن ٻيهر شام ٻٽجي ٿو لهي،
۽ وري پيلن گلابن ڪي ڪِڏي؟

آهه هر ڪوئي فنا جي ذات ۾،
ڪنهن به پاتو موت کان ناهي فرار،
هائو مگر هن زندگيءَ جي انت ۾،
آهه ڇو ٻي زندگيءَ جو انتظار؟

گيت پنهنجا ٿا ستارن سان مَلن،
ڪيئن چئجي!
ڪيئن چئجي!
منزلون ٿيون انتظارن سان ملن
ڪيئن چئجي!
ڪيئن چئجي!
ٿا اچن هن زندگيءَ ۾ سو بهار،
نيٺ گذري ٿا سِيارن سان مِلن،
سَچُ آهي،
سَچُ آهي،

قافلا ڏڪجي وڃن ٿا گرد ۾،
ڪا گهڙي گهوڙي سوار سان ملن،
سَچُ آهي،
سِچ آهي،

چا ملاقاتون وري ٿينديون ڪڏهن؟
ڪير ڄاڻي؟
ڪير ڄاڻي؟
چاندني راتيون وري اينديون ڪڏهن؟
ڪير ڄاڻي؟
ڪير ڄاڻي؟

جيستائين دم هلي ٿو، آهيان،
پو نہ ڇاڻان،
پو نہ ڇاڻان،
ڪيستائين هان هتي، مان ڇاهيان،
سو نہ ڇاڻان!
سو نہ ڇاڻان!
بيڪران جو بحر آهي ڪائنات،
ڪنهن نہ ڇاتو!
ڪنهن نہ ڇاتو!
بحر ۾ جوبُدبدو آهي حيات،
ڪنهن نہ ڇاتو!
ڪنهن نہ ڇاتو!

عمر گذري سوچ ۾ ۽ لوچ ۾،
ڪئن بہ گذري، نيٺ گذري ئي وئي،
آسمان جي رهگذر تي پنڌ ۾،
يا زمين تي هيٺ، گذري ئي وئي.

خواب وانگر تي لڳي جڻ هر گهڙي،
جي حقيقت آهہ ڪا، هي خواب آ،
جي ڏسين آهي، اگر سوچين نہ آ،
جڻ نديءَ جي سِير ۾ مهتاب آ.

ياد پڻ تُنهنجي سهارو ڪونہ آ!
ياد ڪائي آ تہ آهي چار ڏينهن،
زندگيءَ جو ڏُکُ آ يا سُک آ،
زندگيءَ سان تو نباهي چار ڏينهن.

آهه وڃڻو دور، جڻ ڪوئي سفر،
پنڌ منهنجي جو ڪري تو انتظارُ،
۽ ازل ڪوريئڙي وانگر اُڻِيي،
دور ڦهلائي ڇڏيو ڪو آهه جارُ!

يا هتي ئي مونٽو آهي ڪٿي؟
سڀ وساري زندگيءَ جون ڳالهڙيون؟
راهه ويندي اوچتو تو کي ڏسي،
چا چئي سگهندس تہ آهين ڪير تون؟

□ ڳؤڏول، ڳايون ٿيون اڄ،
ڪيئي گوالا ساٿ ۾،
جي ڏينهن جو گوپيون نچيون،
تن جا حوالا ساٿ ۾.

هو راتڙي تارن پري،
ٿمثار پيالي جيئن آ،
اونده وڃي ٿي دور جا،
تنهنجي ازالي جيئن آ.

---

□ ڳؤڏول- ڏوڙ جا ڳايون ويندي اُڏائيندڙيون آهن. (سانجهيءَ ٽاڻو.)

مان واردِاتون ڏينهن جُون،
واريان بہ چاہ ساريان بہ چا؟
خالي لڳي تو جام ھي،
پيئان بہ چاہ هاريان بہ چا؟

٢

سوچان پيو هي سڀ عبث،
مون کي لڳي تو داستان!
آ سِر انهيءَ سوداءَ ۾،
آهي ڪٿي سو آستان.

جنهن لاءِ مان اوچو رهي،
ايـــڏي نـمـرتـا آهـيــان،
هام اڄ بہ مون چاتو نہ آ،
چــو آهيــان، چــا آهيــان!

هي شبنمي راتيون وَري،
ايندِيون ڪڏهن؟
ايندِيون ڪڏهن؟
هي ڪويلين لاتيون وَري،
ايندِيون ڪڏهن؟
ايندِيون ڪڏهن؟
جوين گهٽائون تي وِيو،
چڻ ڪجھ نہ هو!
چڻ ڪجھ نہ هو!

سڀ خواب جئن گذري ويو،
ڇڻ ڪجهه نه هو!
ڇڻ ڪجهه نه هو!
مان ڇا ڪويتا تو لکان،
مان ڪير هان؟
مان ڪير هان؟
ڄاتو نه مان آهيان ايان،
مان ڪير هان؟
مان ڪير هان؟

تـا اُپَّ جـا تـارا پُـچـن،
چـا تـو لـکـي؟
چـا تـو لـکـي؟
تـا چـنـڊ جـا چارا پُـچـن،
چـا تـو لـکـي؟
چـا تـو لـکـي؟
مـان مـان نـہ هـان تـن کـان سـوا،
مـان گـيـت هـان،
مـان گـيـت هـان،
جـڻ چُـپّ مـنـهـنـجـو مـوت آ،
مـان گـيـت هـان،
مـان گـيـت هـان،

جيڏانهن منهنجو پنڌ، ڪو
واپس اُتان آيو نہ آ،
هُن پارَ جو هِن پارِ ڪنهن،
پيغام پهچايو نہ آ.

ظاهر تہ اوندهہ تي لڳي،
ڪا روشني اڳتي نہ آ،
جڻ موت آهي خاتمو،
ڪا زندگي اڳتي نہ آ.

اِن ڳالھ هوندي پو بہ دل،
ڪنهن جوتِ کي ڳولي پئي،
اڳتيءَ ضروري آھ ڪجھ،
دل ان طرح ٻولي پئي.

دم دم دمامو موت جو،
تو چؤطرف توڙي وڄي،
رابيل ٽڙندا تا رهن،
تي دل نہ دنيا تان کڄي.

تـي عُمر مون کي آچيا،
پـل پـل گُلن جا ٽـوڪرا،
هي الوداعي گيت تون،
سمجهي نہ سگهندين ڇوڪرا!

مون ديس واسين کي چيو،
هن دِيس کـي ڦيرائجي،
هر حقّ، هر انصاف لِءِ،
جوکا کـٽـي پـي ڳائجي.

۽ پنڌ ۾ جيڪي پهڻ،
حايل ٿين سي پورجن،
زنجير جي جهنڪار تي،
ڪي چنگ اهڙا چورجن.

قيدي اُٿِي يلغار ڪَن،
چؤطرف ديوارون ڏڏن،
۽ ڪُنگرا هن ڪوٽ جا،
ڪنهن زلزلي وانگر لُڏن.

هن وقت پر مون کي اچي،
آ فڪر گهيري ۾ وتو،
’اڳتي تہ مان آزاد هان،
پر انت جو ناهي پتو‘.

’ڪيڏانهن؟‘ جي آواز جا،
هر جاءِ تي سر ٿا وڃن،
هن زندگيءَ جي قيد مان،
ڪيڏانهن سيئي ٿا پڇن؟

ڪڙ امن ڪائي آشتي،
جنگ و جدل کان پوءِ آ؟
ڪو ديس ماڻهو لئه نئون،
چولي بدل ڪان پوءِ نه آ؟

زندگيءَ تي اعتبار،
ڪونہ آهي،
ڪونہ آهي،
موت سان ڪوئي بہ پيار،
ڪونہ آهي،
ڪونہ آهي،
ننڊ ايندي يا نہ ايندي، ڪئن چوان؟
چَنڊ جهڙو ڪو بہ يارُ
ڪونہ آهي،
ڪونہ آهي،

گُلَ ٽڙي پوندا وَري پر سال جئن،
ها، مگر مون لِيءَ بهار،
ڪونهه آهي،
ڪونهه آهي،
تون بہ آهين ڪيترو مون کان پري!
پو بہ من چڻ بيقرار،
ڪونهه آهي،
ڪونهه آهي،

---

تــي نـدي وهـنـدي رهــي،
مـان ڪـويـتـا ٿـو لـڪـان!
سمـنـڊَ ڏي ڪَهنـدي رَهي،
مـان ڪـويـتـا ٿـو لـڪـان!
آ گهنٽيءَ ۾ چنڊ، پويون پهر آ،
ننڊ ۾ خاموش سارو شهر آ،
مـان ڪـويـتـا ٿـو لـڪـان!
ڪارِ ڪائي ٿيِ وڃي رستي مٿان،
دور تائين سا دريءَ مان ٿو ڏسان،
مـان ڪـويـتـا ٿـو لـڪـان!

ڏينهن جا ڏُک سُک ڀُلائي رات جو،
کيئن چئجي ڇو الائي رات جو،
مان ڪويتا ٿو لکان!
ٿي پره لهندي رهي،
مان ڪويتا ٿو لکان!
ٿي ندي وهندي رهي،
مان ڪويتا ٿو لکان!

شام جو ٽا ٻوٽجن سورج مُکي،
ڏينھن گُذري ٿو وڃي.
رات چانڊي ٿِي، سُکي توڙي ڏُکي،
ڏينھن گُذري ٿو وڃي.
وقت گذري ٿو وڃي، ساري ڄمار،
تيز گُذري ٿي وڃي،
ڪنھن پرندي جئن اُنهيءَ جي آ اُڏار،
تيز گُذري ٿي وڃي،
ڪي سفر ڪي طئي ڪري ويا تير جان،
ڇو؟ نہ ڄاڻان ٿو اڃان؟

هوريان پڙ ڪي وڃن ٿا پوَنءَ تانَ،
ڇو؟ نہ ڄاڻان ٿو اڃان؟
ڇا اڳي ڪا رِتّ آهي ڪٿن ڇوان!
ڪٿن ڇوان او ڪٿن ڇوان!
ڇا پيو ڪو ناهہ ناهي؟ ڪٿن ڇوان!
ڪٿن ڇوان او ڪٿن ڇوان!
يا رڳو سڀ اتفاقي آ هِتي؟
ڪجھ تہ چؤ، تون ڪجھ تہ چؤ!
سڀ فنا آ، ڪجھ نہ باقي آ، هتي،
ڪجھ تہ چؤ، تون ڪجھ تہ چؤ!

تني اچي ڪنائي صدا،
موت چاهي؟
موت چاهي؟
جنڊ پڇي پيئي هوا
موت چاهي؟
موت چاهي؟
آدمي ڪيڏا مخلوق ويٺو اڏي،
هڪ گهڙي اهڙي اچي ٿي، ٿو لڏي،
موت چاهي؟
راهه ۾ لڳجي ويو هر ڪاروان،
ڪو نه پاتو ڪنهن بہ منزل جو نشان،
موت چاهي؟

ڇانوَ جنهنجيءَ هيٺ دلِ بهلائجي،
ٻجَ ڏئي تو وڻ ڪڏهن مُرجهائجي،
موت ڇاهي؟
انت ڇاهي؟ انت ڇاهي؟ ڪو چوي!
نيٺ هت ڇا تو نباهي؟ ڪو چوي!
موت ڇاهي؟
فڪر ۾ ساري فضا آ موت ڇاهي؟
گونج ۾ ارض ۽ سَما آ، موت ڇا هي؟
موت ڇاهي؟
موت ڇاهي؟
موت ڇاهي؟

چيا ستارن جا چپر،
بند ٿي ويندا ڪڏهن،
ختم ٿي شام و سحر،
ڪنهن گهڙي ويندا ڪڏهن؟
ڪير هوندو جو ٽڏهن،
بيوقوفن کي چَوي،
زندگيءَ جو شيشه گهر،
هيئن ٽڙڪي ٿو پوي.

”انڌ جي گهوڙي مٿان،
سڀ ٿيا آهيو سوار،
تو ڪري ڪنهن ڪَڌ ۾،
موت سڀ جو انتظار،
”سمجهه جي ڪائي اٿوَ
موت کان پاسي رهو،
”جي جياپو چاهيو،
جِيوَ! هڪ ٻئي کي سَهو“

تو ٻُڌي ڪوئي جهان،
جئن سمنڊر ۾ جڏهن.
تيون ڪناري تي وڃن،
روئنديون ڇوليون تڏهن،
پارڙا جنهن جاءِ تي،
تا رچائن رانديون،
تي وڃن تيون ٿهڪڙا،
نينگريون جي وانديون.
تو جهان اڳ جئن هلي،
۽ نہ پاڪاري ٻُڌو،

جو ترَبي ۾ ستمنڊ جي،
هينئڙو هاري پڏو.
موت توڙي زندگي،
هڪ حقيقت آ اٽل،
تون ڀلي جيسين سگهين
زندگيءَ جي ساٿ هَلُ!

شعلا ٽيِن ٽيون آڳ جا
منهنجيون جڏهن پاسِريون،
هڪ گيت مُنهنجي هانوَ کي
ٻاهر اچي ٽو چيريون.
آهي ازل جي آڳ کا
هي گيتُ جنهنجي آ ڄڀي،
ايندو نہ تنهنجي سمجھ ۾
ڪئن زندگي اُن سان نڀي.
☐گاٿا ڪڏهن هو پارسيِ،
جئن آڳ جا چوندا هُئا

☐ گاٿا- پارسي جي مذهبي گيت ڳائيندا هيا، تن کي گاٿا چيو ويندو هو.

تئن گيت مون ڏي ٿا اچن
ٿي روز لُنءُ لُنءُ ۾ لٿا.
هي آگ مون ٻاري رکي
پنهنجي عـلالت ۾ بـہ آ
هي شاعري مون لاءِ اڄ
شامل عبادت ۾ بـہ آ.

اڄ رات جو مان ننڊ مان،
جاڳي لکان ٿو گيت هي،
ٿي زندگي مُرڪي اچان،
چئ موت تي آ جيت هي!

مون هن صديءَ جي ساهه ڪني،
قابو رکيو آ مُٺ ۾،
ڏس، هيءَ صدي گذري پئي،
هر سال ڪيڏيءَ جُٺ ۾!

مون اَمن جي پيغام سان،
تو ڏانهن گانڌيءَ جئن اچي،
اڄ آچيو آ ماڻهپو،
هر ڳالهه تو سان ڪئي سچي،

”ڪنهن رڍَ وانگر تون هُئين،
”ڪيئي ورهيہ اڳ ديس ۾،
”تو اڄ تہ ٻي کا ڏِکَ ڏين
”ڪنهن واگهہ واري ويس ۾.“

"ان ڪان اڳي جو ڪير ٿي،
"م مورچو ٻڌجي رهان،
"تو صدق سان تو کي چوان،
"پل تون ته رهه مان پيي رهان،"

مشعلِ چڙي ٿو مان وِڃان،
وَر وَر اُهائي بارجو،
ٻيڙي چڙي جا پار ۾،
سا ٽوڙ تائين تارجو.

مون آس جنهن جي نانوَ مان،
يارو! پلي ناهي اڃا،
سو آهه مستقبل پري،
پر ساهه سان آهي اڃا.

پر جي مَران مان پنڌ ۾
(ڪيئي اويرا ٿا وڃن)
تيڏانهن وڃو ساٿيو!
جيڏانهن پيرا ٿا وڃن.

ٿو مان اجان تائين وڏان،
آزادگيءَ جي راھ ۾،
پر موت مون لاءِ ٿو اچي،
اڄ زندگيءَ جي راھ ۾.

ڌرتي، جنتي مان پورجان،
تنهن تي نمن جي چانوَ ۾،
آزادگيءَ جا پيئجو،
ڪجهه جامَ منهنجي نانوَ ۾!

ٿي اچي، ٿي اچي،
ساھ تي سا گهڙي،
ڏسُ، تہ ماڪيءَ جيان،
چِڪ تہ وھ ڪان ڪڙي.

لوڪ مان ڪو لڏي،
تو سدائين وڃي،
۽ ستارا ٽپي،
عرش تائين وڃي.

آن ۾ آهيان هتي،
زندگانيءَ جيان،
گُم نہ ٿيندس پرين،
عمرِ فانيءَ جيان!

آئون رابيل تي،
ماڪ ٿي مهڪندس،
جئن پرهہ جا پکي،
آن ۾ تئن چهڪندس.

گيت جي گونج ۾،
آئون هوندس هِتي،
چنڊ ڏوري مٿان،
سِجّ جِئن ريت تي.

آئون جو سنڌ هان،
آئون جو کير ٿَرُ،
کونه ويندس ڇڏي،
عرش ڏي هيءُ گهرُ.

عرش هي فرش آ،
ڇڻ تہ هر ڏُک سان،
ڏِوُ بہ ان جاءِ تي،
تو وٽي بُکَ سان.

ڇڻ وِڄهي رات جو،
لانڍ ۾ ليئڙو،
صبح جو ٿو وڃان،
پريت پانڌيئڙو.

پو ٻـ ٻيهر هٿي،
آئون ايندس پرين!
هيءَ ڌرتي نہ مان،
ائن ڇڏيندس پرين!

نِمُ هيٺان جڏهن،
ڪا ٻـ ڪويل ٻَري،
ان ڇپيءَ کان گهٽو،
مان نہ هوندس پري.

جنهن وقت منهنجي موت تي،
ڪوئي اوهان ڏي خط اچي،
يا ٻيءَ طرح معلوم ٿي،
ماڻهو ٻُڌن ميڙو مچي.

تنهن وقت سيئي پانئجو،
آ جيئرو سپنو اچا،
وڏندو رهي ٿو پنڌ ۾،
مون ڪان ٻه پو جيڪو اچا.

تيندو اوهان لِءِ ساڀيا،
نئين گاج جو سپنو تڏهن،
سڀ ڪير تر کي چنڊ چئن،
گڏجي لتاڙيندءِ جڏهن.

هُو چنڊ ڏسجي ٿو پريان،
تو پو ٻه رڳ رڳ ۾ رهي،
۽ ماڳ ڏي سڀ ڪان اڳي،
تو پنڌ ۾ ساندهه کهي.

وقت گذري ٿو پيو،
موت بيٺو آهه پرُ،
ڪاڻ تني اُن تي پوي،
ڏُنڌ ۾ پوري نظر!

زندگيءَ جا اوليڙا،
دور تائين ٿا وڃن،
جڻ هوا ۾ چولڙا،
ڪي سدائين ٿا وڃن.

موت کنهن ڏاکوءَ جيانِ،
تو پٽيانِ چاقو هڻي،
لاش کان سڀ ڪجهه ڦري،
موت ڇا ڇا تو ڪٽي!

پو ته پاڻيان ناوَ ڪا،
تي وچي ڇوليون ڇڏي،
رت جي درياه مان،
دور ڪَنڌيءَ ڏي لڏي.

”تي انت جي ڪا آجيان،
مان اِئن مران، دل تي چوي،
”جئن مائڪوفسڪي مئو، □
”يا جئن مئو هيمنگ وي.“ □□

”جئن راجپوتن جا ٻُـدا،
”وڙهندي مري ويندا هئا،“
دل تي چوي، ”يا اِئن مران-“
جي سنڌ منهنجا ڪنهن سُئا،

□ مايا ڪوفسڪي- روسي انقلاب جو شاعر
□□ هيمنگ وي- آمريڪا جو عظيم ناول نويس
بنهي خود ڪشي ڪئي هئي.

تينـدي دعا اثرائتي،
پر پوءِ سوچيان ٿو ته مان،
چرڪي پري ٿي ٿو وڃان،
پنهنجي پرائي خون کان.

اڄ خون ڪيڏو بي سبب،
ٿو هارجي ڌرتيءَ مٿان!
هن دؤر ۾ انسان جي،
سُرخي وڃي ٿي رايگان؛

قيمت نہ آ ڪا خون جي،
رابيل جي گل جي متان،
جئن ماڪ جو ڪوئي ڦڙو،
اُڏري، ائين اُڏري وڃان.

ءُ تروري جئن سج جي،
تي روشني جڳ تي ترِان،
ڪوئي نہ چاڻي تو مري،
ائن اوچتو چُپ چُپ مران."

منهنجا وڏا
جن جا هڏا
آهن لڏا پنيور ۾،
ڪيڏانهن ويا؟
ڪيڏانهن ويا؟
کهڙيءَ گهٽا گهنگهور ۾؟
ڇا بيت ئي سڀ ڪجھ هيا،
يارو پٺائي ڪجھ نہ هو؟
هو، ڪالھ دنبوري مٿان.
جنهن جي خُدائي، ڪجھ نہ هو؟
ڳيئي سَلي، ڪوئي سَلي،
هي عمر فاني آھ ڇا؟
۽ شعر جون ڪيئي صديون،
جادو بياني آھ ڇا؟

جا ڪُجھ ڏَسي
تني دِل ڪَسي،
هن زِندگيءَ جي شور ۾!
ڪيسين پٽون
ساريندي،ون
جو رقص آهي مور ۾؟
منهنجا وڏا
جن جا هڏا
آهن لڏا پنيور ۾،
ڪيڏانهن ويا؟
ڪيڏانهن ويا؟
ڪهڙيءَ گهٽا گھنگھور ۾؟

ها جيڪڏهن موٽي مِلي،
تو سان جوانيءَ جي گهڙي،
اُن کي ڪيان مان آخري،
هن زندگانيءَ جي گهڙي.

جانان! سنڌ ڇهري جيان،
ڪوئي عبادت گهر نہ آ،
تنهنجي کُلي آغوش کان،
فردوس ڪو بهتر نہ آ.

تو اڄ ٻـ تو کي ساربان،
تاڙا تـنوارن ٿـا جـڏهـن،
پنهنجي اندر جي آگ سان،
جهر جهنگ ٻارن ٿا جڏهن.

مون ڪان پري هوندي ٻـ جڻ،
تون آنهه منهنجي ساهَ ۾،
آڳمر ڪـرِي اُڀـرين پـَئـي،
تون چتَ ۾ تون چاهَ ۾.

اي ڪاش! مان ليٽي پوان،
اڳ جئن سندءِ آغوش ۾،
۽ پو ابد تائين اچان،
جيڪر نہ ٻيهر هوش ۾!

وڻ ٽِڻ وَسنتي ويس جا،
ڦهراڻ پائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.
هن ڌر ٽتيءَ کي چانوَ سان،
سيني سمائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.
آگم اُتي وڻراهہ تي،
ٻرڪا وسائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.
پيرا وطن کي پنڌ ۾،
منزل رسائيندا جڏهن
مان نہ هوندس.
ماڻهو سِپيئي آجپو،
ڪنهن وقت-پائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.

ٿي سچ جي ڇهري مٿان،
پردو هٽائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.
مون کي سموهي ساهہ ۾،
سڀ گيت ڳائيندا جڏهن،
مان نہ هوندس.
مان نہ هوندس.
مان نہ هوندس.

تون دَر مان سيرون سيءُ ڪَري،
مان لوئيءَ لڳ لِڪايان توءِ
تا وَرِ وَرِ ڪنهن جا سَڏ اچن،
جي ساري رات لنوايان توءِ

هي ٻُيڙا هَڏ پيا سوچن،
سپ مَڏ وِسواڙ تي ويندا،
هاڻي درياهه لهي ويندو،
چوڏاري ٻوڙا ٿي ويندا.

سوچن ٿا ڪيئي ڏينهن هتي،
ڪو ڪَرس ڪنار نہ اچڻو آ،
۽ ڪنهن بہ ڪُلهي تي ڪو ڪينہ
هن پيري پار نہ اچڻو آ.

سنَي گيت هوا ۾ گونجن ٿا،
جي گجگوڙن سان گرجيا ها،
ڏسجي ٿو راڳي ڪونہ رهيا،
جن گيت اسان ليءِ، سرجيا ها.

---

□ ڪَرس- رسي، جنهن سان ٻيڙيءَ کي ٻڌبو آهي.
ڪنار- ڪنارو.

جنهن وقت اُجهامن ٿا ٿانداِ،
ڪجھ چٽنگون رَکّ ڇپائي ٿي،
ڪو ٻيھر ٻارڻ ٻاريندو؟
ڇڻ تنھنجي لِيءِ واجھائي ٿي.

ڪنھن چاتو آھ صديون ڪيئي،
ڪو ڏاند ھتي ٻيھر نہ ٻري!
جا آگ اُجھامي ٿي پيئي،
سا اڳ وانگر جهر جهر نہ ڪري!

---

ڪير تہ ڪي روح آهي،
روح جيڪو وَٽ ڪائيندو رهي ٿو،
ڪيترائي سال تي وڀا،
اڄ تائين چيچلائيندو رهي ٿو.

ڇڻ تہ گهايل گَڏ وانگر،
ڪير تہ مان اڄُ تائين رت ٿمي ٿو،
۽ اڳي ڪان پِي زيادہ،
پَٿرن جو رنگ ريٽو تي وڃي ٿو.

هـا، هـوا آزاد آهـي،
کير تـر پابـند آ پر ڌرتتيءَ ۾،
هـا، پـکـي پـرواز کـن ٿـا،
کير تـر شامل نہ آهي کنهن خوشيءَ ۾.

کـيـر تـر کـي روح آهي،
رِوح جيڪو آهَ منهنجي روح وانگر،
□ نَـپ نَـو لـڳ نـيڻِ آ، پر
□□ هيءُ آهي هيٺ انڌي کوهہ وانگر.

---

□ نَپ- اُپ

□□ روح ۽ کوهہ قافيہ جائز آهن. سنڌيءَ ۾ ح- ھ جي اچار ۾ ڪوئي فرق ڪيو نہ ويندو آهي.

”ڪرمِ تنهنجي آتما کي،
”تو سَمائي پاڻ ۾ اِئن
”ميل کو چڙهندو وڃي تو،
”تيل جي ڏيئي مٿان جئن،“

جين- مَت وارا چئي ويا،
ڪيئن اهڙي ڳالهه اڄ ۾!
تو ڏسان ڪيئي چنيسر،
اڄ بہ تنهنجي آئون دڳ ۾.

اڄ ٻہ نائون مَل ڏسان ٿو،
جي تجوڙيءَ ڏي ڏسن ٿا:
نيڻ منهنجا غور سان پو،
چَچ نامي ڪٿي ڏسن ٿا!

ڏوڪ ڏوڪان ڪوٽ ۾ آ،
□ هي وِڪيو ڪولي پيو دَر،
هي رتو رت لاش آهي،
سِر ڏنو ڇا لاءِ ڏاهر!

□ وڪيو- چچ نامي ۾ ڏيڪاريل راجا ڏاهر جو وزير.

ڪوٺ جا ساڳيءَ طرح در،
ڪله جڏهن کوليا پئي تو،
جو مٿي آ جيبن-مت ۾،
مون تڏهن تو کي ڇيو هو.

تـو موڪلايان،
الوداع!
۽ ساز کي مضرابَ جي،
سيـني لڳايان،
الوداع!
مان آخري شعلي جيان
تـو گيت ڳايان
الوداع!
هُو اڳ ويا جي قافلا،
تن کان بہ اڳ ۾ تـو وڃان،
پر تـو وڃان ڪيڏانهن مان،
هي مون نہ ڄاتو آ اڃان
تـي دُور جا سانجهي سَڏي،
اُن ۾ سمـايـان
الوداع!

سو درد هام، سوَدُکَ ها
پر زندگي پياري هئي،
اڌ رات جو ٻبرن مٿان
ڇا چاندني پنياري هئي!
اڄ چنڊ ڏي آکاس ۾
تو وک وڌايان،
الوداع!
جئن ساٻنوِڻيون پرجي وَسن
تر ٻر وسائي تو وِجان
ڇا ڇا وچون تيون ور وجهن
جئن گيت ڳائي تو وجان
پر هي کُلهي تي کينرو
کيسين وڄايان
الوداع!

اي سنڌ تو کي الوداع!
اي هند تو کي الوداع!!
تو ۾ ھُيو سارو جڳت
اي جند تو کي الوداع!!!

# شيخ اياز جا نيو فيلڊس
# طرفان شايع ٿيل ڪتاب

چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري)
رڻ تي رِم جهم (شاعري)
ساهيوال جيل جي ڊائري
ڀڳت سنگهه کي ڦاسي
ڪپر ٿو ڪُن ڪري (شاعري)
ڪي جو ٻيجل ٻوليو (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 1)
راج- گهاٽ تي چنڊ (شاعري)
لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري)
ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)
اُڪن نيرا ڦليا (شاعري)
ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون
پونَ پري آڪاس (شاعري)
جهڙ نيڻان نه لهي (شاعري)
وڄون وسڻ آئيون (شاعري)
پنهل ڪان پوءِ (نثر)
جڳ مڙيوئي سپنو (شاعري)
اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري)
پتڻ ٿو پور ڪري (شاعري)
هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري)
خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 2)
ٽڪرا ٽٽل صليب جا (شاعري)
واٽون ڦلن ڇانئيون(شاعري)
الوداعي گيت (شاعري)
ڪَتين ڪَر موڙيا جڏهن-1 (شاعري)
ڪَتين ڪَر موڙيا جڏهن-2 (شاعري)
ننڊ وليون (شاعري)
سَر لوهيڙا ڳيپيا .(شاعري)
سورج مکيءَ سانجهه (شاعري)
جَر- ڏيئا جهمڪن (شاعري)
هرڻ اکي ڪيڏانهن (شاعري)
ڪٿي نه ڀڃبو ٿڪ مسافر(آتم ڪهاڻي)
چنڊ ڳليون (شاعري)
گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾(شاعري)
ڪٿي نه ڀڃبو ٿڪ مسافر(آتم ڪهاڻي)
ڪونجون ڪرڪن روهه تي (شاعري)
جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي (خط)
ڪونجون ڪرڪن روهه تي (شاعري)
جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي
ڀن ڇڻ ڀڇاڻان (شاعري)
ڪلهي پاتم ڪينرو (شاعري)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻَ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)